## حصو الف ( گھڻ چونڊائي سوال)

سوال1. هيٺين مان صحيح جواب چونڊيو.

1. دعا نظم جو شاعر آهي.
سچل سرمست ليکراج کشنچند عزيز عبدالڪريم گدائي
سليم ڳاڙهوي

2. نقصان لفظ جي معنيٰ آهي.
ڏنڊ فائدو حساب برابر انهن مان ڪو بہ نہ

3. ڪينجهر لفظ جي معنيٰ آهي.
ويران ٿيڻ گهٽائي توراڻي انهن مان ڪو بہ نہ

4. ڪلهوڙن جي حڪومت کان پوءِ ـــــ جو دور شروع ٿيو.
سمن سومرن ٽالپرن انگريزن

5. مائي خيري مير صوبدار خان شهيد جي ـــــ هئي.
ڏيءَ راڻي ماءُ ٻانهي

6. حضرت امام جعفر صادق رضہ سدائين ـــڏسڻ ۾ ايندا هئا.
ڪتاب پڙهندي تبليغ ڪندي نماز پڙهندي تعليم ڏيندي

7. ـــــجي آخري حج ۾ حج ڪرڻ وارن جو تعداد هڪ لک چاليھ هزار هو.
حضرت ابراهيم عليہ السلام حضرت اسماعيل عليہ السلام حضرت عيسيٰ عليہ السلام
حضرت محمد صلي الله علي وسلم

8. مذهب ۾ ـــــ کان بچندا رهو.
بدعملي انتها پسندي بي علمي جهڳڙي

9. ـــــاصفهان جي هڪ ڳوٺ جو رها ڪو هو.
حضرت امام جعفر صادق رضہ حضرت ابو ذر غفاري رضہ
حضرت سلمان فارسي رضہ انهن مان ڪو بہ نہ

10. حيدرآباد ۾ مائي خيري واري مسجد ـــــٺهرائي.
بي بي زيب النساءَ بي بي قمر النساءَ بي بي خير النساءَ بي بي فخر النساءَ

11. ضمير اهو لفظ آهي جيڪو ـــــ جي بدران ڪم اچي ٿو.
اسم فعل ظرف صفت

12. عوام لفظ جو ضد آهي
حڪومت خصوصيت غربت خواص

13. جيڪڏهن ماڻهن سان ميل ميلاپ رکڻو هجي تہ ـــ ماڻهن سان رکجي.
مالدار لالچي نيڪ غريب

14. قائد اعظم جي مطابق دنيا ۾ اوهان جي لاءِ کان وڌيڪ ڪابہ شيءِ نہ آهي.
اولاد دولت جائيداد ضمير

15. مارچ 1920ع کان ـــــاخبار جاري ٿي.
جنگ ڪاوش عبرت الوحيد

## حصو ب ( مختصر جواب جا سوال)

نوٽ هيٺين سوالن مان ڪن بہ 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 04 مارڪون رکيل آهن

سوال2. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم اسلامي برادري بابت ڪهڙو ارشاد فرمايو آهي؟

سوال3. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جن جا ڪهڙا مشهور شاگرد ٿي گذريا آهن؟

سوال4. يقين محڪم ڇا کي ٿو سڏجي؟

سوال5. ڇوڪري اٺ جي هڏن مان ڇا ٺاهيا؟

سوال6. ميرن جي درٻار جو ذڪر ڊاڪٽر جيمس برنس ڪهڙي ڪتاب ۾ ڪيو آهي؟

سوال 7. نوريءَ جي قبر ڪٿي آهي؟

سوال8. سليم وڌيڪ ڇو نہ پڙهي سگهيو؟

سوال 9. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.
ورندي جدوجهد ڄمار رحلت

سوال10. ڪي بہ چار اصطلاح لکو.

سوال11. ڪن بہ ڇئن ڪمن جا نالا لکو.

سوال12. اسم عام جي تعريف ڪريو.

سوال13 هيٺين لفظن جا واحد ٺاهيو.
مورتيون علامتون سنها ڪپڙا

## حصو ج ( تفصيلي جواب جا سوال)

نوٽ. هيٺين سوالن ما ڪن بہ 3 سوالن جا جواب ڏيو هر سوال تي 08 مارڪون رکيل آهن

سوال14 هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ تي مضمون لکو.
اسان جو پيارو وطن مائي خيري ڪينجهر ڍنڍ

سوال15. پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسٽر، هيڊ ماسٽر ياڻي کي پنهنجي والد جي بدليءَ سبب اسڪول ڇڏڻ جي سرٽيفڪيٽ لاءِ درخواست لکو. يا
پنهنجي دوست کي خط لکي پنهنجي وڏي ڀاءُ جي شاديءَ ۾ شرڪت جي دعوت ڏيوس.

سوال 16. هيٺين شعرن جي سمجهاڻي لکو.
الف. اسان جي دين ايمان کي سلامت رک، خداوندا بچائج تون مسلمانن جي عزت آبرو هر جا
ب. ڪڪائڻ گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو غريبين جي جهُوپڙن کي گلشن ڪرين ٿو

سوال17. حجتہ الوداع، سبق جو خلاصو لکو يا
مشهور شاعر شاھ عبداللطيف جا حالات زندگي لکو.

سوال18. ڪن بہ ڇئن جملن جو سنڌي ۾ ترجمو ڪريو.
۱۔ کیا آپ نے قرآن شریف کی تلاوت کی؟
۲۔ میں دسویں کلاس میں پڑھتا ہوں۔
۳۔ ہمارے وطن کا نام پاکستان ہے۔
۴۔ چھٹی والے دن ہم کینجھر جھیل گھومنے جائیں گے۔
۵۔ آپ کے والد کا کیا نام ہے۔